# انمول روحاني خطاب

حضرت قبلا پير سائين سيد شاهه مردان شاهه (ثاني) رحمت الله عليه جن جا
جامعه راشديه مان فارغ ٿيندڙ عالمن ۽ حافظن کي ڪيل خطاب مبارڪ



ناشر
شاهه مردان شاهه پبليڪيشن ڪنگري
ضلع خيرپور ميرس



# انمول روحاني خطاب

حضرت قبلہ پير سائين سيد شاھ مردان شاھ (ثاني)
رحمة الله عليہ جن جا جامعہ راشديہ مان فارغ ٿيندڙ
عالمن ۽ حافظن کي ڪيل خطاب مبارڪ

ڇپائيندڙ
**شاھ مردان شاھ پبليڪيشن ڪنگري**
ضلع خيرپور ميرس
1435ھ/ 2014ع

# پنهنجي پاران

الله تعاليٰ جل جلالہ جا ڪروڙين ڪرم جنهن مون ڪم علم کي عظيم ڪم جي توفيق بخشي ۽ منهنجي دل ۾ نيڪ ڪم جو خيال پيدا ڪيو. اهو نيڪ ڪم هو مرشد ڪريم حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) رحمتہ الله عليہ جا خطاب مبارڪ گڏ ڪري ڇپائڻ. 2004ع ۾ اها سعادت نصيب ٿي جو پير سائين سردار جن جا خطاب مبارڪ ڪتابي صورت ۾ ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا. جيئن تہ پير سائين سردار جن جمعيت علماءِ سڪندريہ جا سرپرست اعليٰ ۽ روحاني رهبر هئا ان ڪري منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ اهي خطاب مبارڪ جن ۾ اعليٰ حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) جن جامعہ راشديہ درگاهہ شريف تان فارغ ٿيندڙ عالمن، حافظن ۽ قارين کي براهہِ راست خطاب فرمايو آهي اهي خطاب چونڊي شايع ڪرائي سڪندري عالمن ۽ درگاهہ شريف جي مريدن تائين پهچائجن جيئن عالمن سڳورن کي خبر پوي تہ مرشد ڪريم جو سائن ڪيڏو پيار هو ۽ جماعت کي بہ خبر پوي تہ پير سائين پاڳارو روحاني رهبر هجڻ سان گڏوگڏ علم پرور بہ هو ۽ سندس علم وارن سان ڪيڏو پيار هو. ان کان علاوه اهو بہ مقصد هو تہ جامعہ راشديہ درگاهہ شريف تان فارغ ٿيندڙ عالم ۽ حافظ سڳورا سرپرست اعليٰ جي خطابن جي روشني ۾ زندگي گذارين ۽ انهن خطابن کي پنهنجي لاءِ مشعل راهہ بنائين.

اوهان جي دعائن جو طلبگار

**فقير مير محمد ڪانهر**

خادم

شاهہ مردان شاهہ پبليڪيشن ڪنگري

0303-2470853

## حضرت قبلا پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) جن جو 28 رجب المرجب 8 آگسٽ 1975ع بروز جمع بعد نماز مغرب بوقت 8.50 بجي جامعہ راشديہ مان فارغ التحصيل عالمن ۽ حافظن کي خطاب

السلام عليڪم:

اي استادئو اوهان شاگردن کي تعليم سان گڏ بيو ڇا سيکاريو آهي. جامعہ جي هڪ استاد قاري محمد حنيف صاحب عرض ڪيو تہ قبلا سائين تعليم سان گڏ اخلاق حميده جي تعليم ڏيندا آهيون ۽ هن خانقاه جي ادب ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان محبت جو سبق ڏيندا آهيون.

ان کان بعد حضرت پير سائين سردار جن فارغ التحصيل عالمن ۽ حافظن ڏانهن متوجہ ٿي ارشاد فرمايائون تہ ٻڌو؟ اوهان جي استادن جيڪي چيو عالمن عرض ڪيو هائو قبلا سائين ان کان بعد فرمايائون تہ علم سان گڏ عقل بہ استعمال ڪجي پوءِ علم ڪيترو بہ ٿورو هجي ۽ ان سان عقل بہ شامل رهندو تہ نتيجي ۾ ڪاميابي حاصل ٿيندي، علم ۽ عقل جو پاڻ ۾ ايترو رابطو آهي، جيترو محنتي ۽ ڪاهل جو پنهنجي ڪمن ۾ رابطو هوندو آهي. اوهان جوش ۾ اچي ڪو بہ اهڙو ڪم نہ ڪيو جنهن کي پايئي تڪميل تائين پهچائي نہ

سگهي چو تہ جوش ۾ ڪوبہ ماڻهو ڪم ڪندو آهي تہ اهو ناڪام ٿيندو آهي. جذبات ۾ ڪڏهن بہ نہ اچجو. ڪم ڪرڻ کان اڳ ۾ نتيجي تي ضرور نظر رکو اهڙا ڪم ڪيو جنهن ۾ هر ڪنهن جي ڀلائي هجي. هن دور ۾ ماڻهو گمراهي ۾ وڃي رهيا آهن انهن کي گمراهي کان بچائڻ جي ڪوشش ڪيو ڪوبہ اوهان وٽ ڪم لاءِ اچي تہ ان جي ڪم کي مقدم رکو ۽ پنهنجو ڪم پوءِ ڪيو اڳ ۾ ڪم ان جو ڪيو ڪنهن تي بہ احسان ڪيو تہ جيئن هو اوهان جو ازخود ٿورائتو رهي. ائين نہ ٿيڻ کپي جو اوهان سمجهو تہ اسان احسان ڪيو آهي بلڪِ اڳيون پاڻ تي احسان سمجهي. اوهان ڪنهن سان بہ ڀلائي ڪيو تہ ان بعد ان ۾ صلي جي اميد نہ رکجو مگر ان جي بدلي جي اميد باري تعاليٰ ۾ رکجو چو تہ اوهان جي نصيحت ۽ ڀلائي الله تعاليٰ ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دين لاءِ آهي. دين جي خدمت اگر اوهان خدا ڪارڻ ڪندئو تہ اوهان کي ان جو بدلو باري تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ ڏيندو. جذبات ۾ اچي اهڙو ڪوبہ ڪم نہ ڪيو. جنهن جي ڪري نااهل ثابت ٿيو ۽ اها نا اهليت اسان ڏانهن منسوب ڪي ويندي ۽ چيو ويندو تہ نااهلن کي تيار ڪري اسان ڏانهن موڪليو ويو آهي اسان جيڪا بہ اوهان جي خدمت ڪئي آهي ان جي بدلي ۾ امید محض باري تعاليٰ ۾ رکون ٿا.

اوهان اهڙا ڪم ڪڏهن بہ نہ ڪجو جن جي ڪري هن

خانقاه شريف ۽ مدرسي ۽ استان جي گهٽتائي ٿي.

اسان جيڪا اوهان کي نصيحت ڪئي اهو اوهان تي ٿورو نہ آهي بلڪ اسان پنهنجو فرض ادا ڪيو آهي.

اوهان ڪنهن بہ پير جي نسبت سان وابستہ هجو پر ذڪر الاهيءَ کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏجو. ڪجھ وقت ان ۾ اگر اوهان کي فائدو نظر نہ بہ اچي پر چند ڏينهن ڪانپوءِ ضرور فائدو حاصل ٿيندو. نسبت جو هجڻ تمام ضروري آهي ان کي مضبوط ڪيو. جيڪي اهل ذڪر ٿي رهندا انهن کي ضرور فائدو پهچندو. اسان اوهان کي دعا ڪيون ٿا تہ باري تعاليٰ اوهان کي ڪامياب فرمائيندو.

## حضرت قبلا پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) جن جو 28 رجب المرجب 1994_12_30ع تي جامعہ راشديہ مان فارغ ٿيندڙ عالمن ۽ حافظن کي خطاب

السلام عليڪم.

ڪنهن کي وڏ ۾ وڏ استادن مار ڏني هئي. ڪنهن کي ٺوڪي ٺاهيو هو؟

(فارغ عالمن ڏانهن اشارو ڪندي، مفتي صاحب اشارو ڪندي عرض ڪيو قبلا! مولوي نظر محمد کوسو هو ۽ بين سمورن کان ٿلهو هو) فرمايائون ٿلها ويچارا هوئين ڪٽبا آهن!! بيو سڀ خير آهي؟

توهان کي استادن جيئن چئبو آهي ٺوڪي ٺاهيو آهي ٺوڪي ٺاهيو اٿن ۽ واٽي باهر موڪلين ٿا. توهان هاٽي واٽيل ڪٽون آهيو ۽ ڪرسيون آهيو ۽ توهان پاڻ کي ڪيئن استعمال ڪيو ٿا ۽ ڪرايو ٿا. ان جو توهان کي پاڻ فيصلو ڪرڻو پوندو هر شيءِ سکي نہ ويندي آهي. ليڪن ان کي ڪيئن ڪيو وڃي اهو هر هڪ شيءِ لاءِ انسان کي فعل المختياري جي ماتحت باري تعاليٰ فيصلي جو اختيار ڏئي ڇڏيو آهي.

هي علم جيڪو اوهان حاصل ڪيو ڏسٽو آهي تہ ان کي توهان چڱائيءَ لاءِ يا فتني فساد لاءِ استعمال ڪريو ٿا؟ ماٺهن کي

شعوري، ضميري ۽ علمي صحت ۽ تندرستيءَ جي طرف وٺي وڃو ٿا.

يا ڪنهن ٻي طرف ۽ ڪنهن ٻه ماڻهوءَ کي مشورو نرميءَ سان ڏيو آهي ڪنهن سان ٻه ڪو توهان بحث مباحثو ڪيو ته مسڪراهٽ ۽ نرميءَ سان ته اهو توهان جو گهٽي تائين بحث ٻڌندو ۽ برداشت ٻه ڪندو پر جنهن مهل توهان منهن گهنجايو ۽ گهنڊايو ته پوءِ توهان جا ٻه جملا ٻه انهيءَ تي ڳرا ٿي پوندا. نرميءَ سان خوش خلقي سان مسڪراهٽ ۽ مذاق سان ٿي ڪنهن مخالف جي ڳالهه لاهڻ جي ڪوشش ڪندا ڪريو! ڳالهه مسجهه ۾ آئي نه؟ ان ۾ ان جي ڳالهه ٻه لهنديءَ توهان جي ڳالهه ٻه بچي پوندي ۽ مشورو ماڻهوءَ کي ان مهل ڏيو جڏهن هن کي مشوري جي ضرورت هجي. ائين توهان اڪن تي اٿو هاريندا ڦرندا ته ڪجهه ڪونه ٿيندو ۽ مشورو ان جي پنهنجي ضرورتن کي سامهون رکي ڏيو.

بابا هي هيئن آهي هيئن آهي ۽ هي هيئن آهي ائين نه ته توهان پنهنجي ڊنگيو! چاڪاڻ توهان کي پڙهائي جيڪو موڪليون ٿا يا توهان جيڪي ڪتاب پڙهندئو ان جي نڪتي نظر سان مشورو ڏيو ۽ هن نقط نظر سان ته جيئن اڳيون سمجهي ۽ هن جي ذهن ۾ ويهي ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري!

توهان ۾ ڪو ٻه غوث ۽ قطب ڪونهي. جو يڪدم ڪنهن جو ذهن چينج ڪري سگهي! بدلي ڇڏي!! ڳالهه سمجهه ۾ ويئي؟ ان

جو پنهنجو ذهن جيڪو هن تلاش ۾ آهي ته مون کي ڪو نسخو ملي، ڪا هدايت ڪا نصيحت ڪو مشورو ملي ته مان پنهنجون حالتون سڌاريان يا جنهن مصيبت ۾ ڦاٿو آهيان ان مان نجات حاصل ڪيان، هو پنهنجي ضرورت جي ڪري توهان کان مشورو وٺندو، نه ان واسطي ته توهان ڪي غوث، قطب آهيو؟

۽ غوثن، قطبن، نبين ولين سان جو ڪجهه ٿيو اهو توهان پاڻ پڙهيو ۽ ٻڌو آهي! ته پوءِ ائين سمجهو ته اڳيون جيڪڏهن ضرورت مند آهي ته ان مطابق ان جي ڳالهه ٻڌندئو ۽ سمجهندئو غور به ڪندئو سو توهان غير ضروري ہوڪڙ ڪرڻ، مثال ڏيڻ ۽ پنهنجي علم عقل جون ڳالهيون ٻڌائڻ کان پرهيز ڪريو! ان مهل ٻڌايو ۽ ان کي ٻڌايو جيڪو ضرورت مند آهي! ماڻهو محفل ۾ ويهي ٿو ته اتي ڳالهه اهڙي ڪٽڻي پوندي ته جيئن ڪو ٻڌندڙ ماڻهو سمجهي ته توهان کنهن کي مشورو ڏيڻ جي لائق آهيو! توهان سمجهدار ۽ باشعور استادن جي هٿان پڙهي ڪري چڱي مدرسي مان نڪتا آهيو. ان ڪري توهان کي هميشه چڱي نموني ماڻهن سان اٿڻ ويهڻ، ملڻ ۽ ڳالهه ڪرڻ کپي. ماڻهو گهڻو وقت الله پاڪ جو نالو ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونه ٿين ٿا! خاص ڪري هن دور ۾ جو ڪڏهن به ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونه آهن، تنهن ڪري ماڻهن کي الله پاڪ جو نالو ڪا حديث ڪا شريعت، ڪا سنت جي ڳالهه ٻڌائڻي آهي ته ائين اتفاق سان ائين

هلنديءِ اها ڳالهه چئي ڇڏجي تہ ماڻهو ٻڌي به سگهي ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪري پر جي صبح ڪان شام تائين توهان ويٺا اهي شريعتون سنتون ٻڌائيندؤ تہ ماڻهو توهان جي ويجهو اچڻ لاءِ تيار ڪونہ ٿيندا. لهذا توهان رنگ ۾ رنگجو نہ! هر رنگ ۾ گڏيا هلو ۽ هلنديءِ نصيحتون ڪندا هلو!

سمجهائيندا هلو! ماڻهن کي پنهنجي رستي تي پنهنجي طريقي تي آڻيندا. باقي جن ماڻهن کي رستي جي تلاش ڪانهي توهان کي ٻڌندا ضرور پر رستي تي نہ ايندا. جن کي ضرورت هوندي اهي پاڻ ئي ايندا. ضرورت مند سمجهندو سوچيندو! بي نياز ماڻهوءَ کي ڪو ضرور ڪونهي ڪير آيو ڪير ويو. ڇا آهي ڇا ناهين. ڪير مئو ڪير بچيو! سو توهان هميشہ ان ماڻهوءَ جي تلاش ۾ رهو جيڪو ماڻهو ضرورت مند هجي ۽ هميشہ توهان ان ماڻهوءَ کي مشورو ڏيو جيڪو ماڻهو توهان جي مشوري تي غور ۽ فڪر ڪري ۽ جاهل جي صحبت کان بچو. اهو نہ ڪو سمجهندو نہ ڪو سڌرندو! يا توهان جي پڳ لاهيندو يا توهان کي اهڙيءَ جاءِ تي وٺي ويندو جتي توهان جي پڳ اوئين لهڻي ئي لهڻي آهي هميشہ سمجهدار شريف بااصول ماڻهوءَ جي صحبت ۾ اٿو ويهو.

پنهنجي نيڪ نامي جيتري ڪيرائيندؤ اوترو توهان جي مشوري تي توهان جي نصيحت تي ماڻهو غور ۽ فڪر ڪندا جي

توهان گهروتا تہ توهان جي آواز ۾ جوش هجي نصيحت هجي ۽ وڏو اثر هجي تہ توهان پاڻ کي وڏو ماڻهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ نہ فخر ۽ غرور سان تہ مان هيترو پڙهيل آهيان. هيترو درجو رکندو آهيان. هيڏي مدرسي ۾ پڙهيو آهيان پر پنهنجي عمل سان پنهنجي لياقت سان پنهنجي علم ۽ پنهنجي صبر ۽ تحمل سان اهو مقام باري تعاليٰ توهان کي عطا ڪندو. توهان پنهنجي لاءِ جا ٿا ڪريو هتان (درگاهہ عاليہ) جي لاءِ ڪهڙي نيڪ نامي ٿا ڪريو اهو توهان جي پنهنجي عمل ۽ سوچ تي آهي؟ اميد اها ٿا ڪيون تہ توهان مفتي صاحب جي اوبر ضرور پيتي هوندي. باري تعاليٰ توهان کي گهٽ ۾ گهٽ پيو نہ تہ مفتي صاحب جيترو ڪندو حالانڪ شاگرد استاد کان اڳتي وڏي ويندو آهي!

وڌڻ تہ اڳتي ڪيپي پر پوءِ بہ مفتي صاحب جهڙا تہ ضرور ٿجو. باري تعاليٰ توهان کي ڪاميابي عطا فرمائي ۽ انهن استادن تي رحمتن جا مينهن وسائي!

(مٿان بوندون وسن پيون) جن توهان جهڙا گهڻا عالم اڳ ۾ هتان عالم ڪري موڪليا آهن ۽ پيا وري توهان کان پوءِ بہ ايترائي ۽ اجا وڌيڪ ڪري موڪليندا تہ دين محمدي ۽ الله جو نالو ۽ خدمت خلق جاري رهي.

## حضرت قبلا پير سائين سيد شاه مردان شاه (ثاني) جن جو 28 رجب المرجب 1995_12_21ع تي جامع راشديه مان فارغ التحصيل عالمن ۽ حافظن کي خطاب

السلام عليڪم:

ڪا نئين خبر! مان ڏسان توهان ۾ خطرناڪ حافظ ڪهڙو آهي. جنهن کان ملائڪ به ڊڄي وڃن. (سندن لبن مبارڪن تي مرڪ) (ارشاد) توهان کي پڙهايو ڪنهن ڪاڙهيو ڪنهن؟

(فارغ عالمن طرفان خاموشي) چا پڙهڻ ۽ ڪڙهڻ سان ماڻهو سمجهدار ٿي ويندو آهي ۽ ڪامياب ٿي ويندو آهي؟ (فارغ عالمن مان ڪنهن عرض ڪيو) قبلا سائين هائو.

(ذرا تيز لهجي ۾ فرمايائون) اهو توکي ڪهڙي استاد پڙهايو آهي. ان مولوي صاحب ڏي اشارو ڪر. ته مان انکي سمجهايان. (جواب ۾ خاموشي) (ارشاد) پڙهڻ ۽ ڪڙهڻ سان ماڻهو ڪامياب نه ٿيندو آهي. جيستائين باري تعاليٰ جي غيبي امداد حاصل نه هجي لهذا نيڪ نيتيءَ سان هلڻ، صدق دل سان عبادت ڪرڻ، بڇي جي هٽ ڏي نه ڏسڻ ۽ ڪنهن جي دعا جي ڪري به ماڻهوءَ کي غيبي امداد حاصل ٿيندي آهي. ۽ هڪڙو آهي استعمال ڪرڻ. استعمال ڪرڻ جو طريقو باري تعاليٰ عطا ڪندو آهي. گهٽ پڙهيل ماڻهو وڌيڪ پڙهيل ماڻهوءَ کان

وڌيڪ چمڪندڙ هوندو آهي ۽ ان تي ذات باري تعاليٰ جي مهرباني هوندي آهي.

توهان پيين جي دعائن ڏي نہ ڏسو پنهنجي محنت کي لڳي وڃو. توهان کي ذات الاهي صحيح رستي تي هلڻ جي، نيڪ نيتيءَ سان عبادت ڪرڻ جي، ٻي جي هٿ ڏي نہ ڏسڻ جي توفيق عطا فرمائي. ذات الاهيءَ جي رحمتن ۽ شفقتن جيڪي ٻاڏائڻ ۽ عجز سان ملنديون آهن جو اميدوار هجڻ ضروري آهي.

مان سمجهان ٿو اڪثر اڳيان مولوي، جيڪي هتان ويا آهن لائق نڪتا آهن ۽ ڪنهن حد تائين نالو ڪڍايو اٿن. هڪ بہ ٽڙيا آهن ۽ اهو بہ ضروري آهي.

هتان تہ توهان کي لائق بنائي موڪليو وڃي ٿو. پر توهان جنهن جڳهہ تي ويندا، اتان جي ماحول جي ڪري يا توهان پنهنجي مطلبن جي ڪري ٽڙي ويندا. صدق دل سان عبادت ڪريو پلي ٿوري ڪيو. پر صدق دل سان ڪيو ۽ طريقي ڪار سان جنهن طريقي سان ماڻهو جلدي مطلب حاصل ڪري. ماڻهن کي مشورو خوش اخلاقي سان، سواءِ ڪنهن لالچ، سواءِ ڪنهن مصلحت ڪانسواءِ (نيڪ نيتي سان) مشورو ڏيو.

ان لاءِ ضروري ناهي تہ توهان منهن کي پڪو ڪريو هميشہ کلي هلڪي طريقي سان ماڻهن کي سمجهائڻ. نصيحت ڪرڻ ۽

مشورو ڏيڻ گهرجي آءَ پاڻ مسڪرائي مشورو ڏيندو آهيان. منهن کي چاڙهي ڪنهن کي سچي ڳالهه بہ چوندئو تہ توهان کي ڳچيءَ ۾ پئجي ويندي لهذا هلڪي طبيعت سان هلڪي مزاج سان آرام ۽ سنجيده طريقي سان خوش مزاجي سان هلڪي طريقي پنهنجي راءِ جي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهو. هلڪي مزاج مان اهو مقصد نہ آهي تہ مسخرا ٿي وڃو. ڪنهن کي بہ نصيحت هڪ ڀيرو دفعا چئو. گهڙي گهڙي مشوري ڏيڻ سان ماڻهو ان تي عمل نہ ڪندو. ۽ ضد ۾ اچي ويندو. ڊاڪٽر مريض جي پٺيان لڳو نہ وتندو آهي. گهڙي گهڙي ناهي چوٽو. سمجهہ ۾ ڳالهه وٺي تہ ڦبڻا ورنہ گهڙي گهڙي ناهي چوٽو. جيڪو ضرورت مند آهي اهو خود راهہ پڇندو. توهان صاحبن کي الله تعالىٰ هن خانقاهہ تي آندو. توهان کي هتان دين الاهيءَ دين محمدي جي تلقين لاءِ (اڪبر واري دين الاهي جي نہ) ماڻهن کي نصيحت ڪريو ۽ سڌي رستي کان واقف ڪريو ۽ سمجهايو ۽ هدايت ڪريو. توهان دين جي خدمت لاءِ نہ وڃي رهيا آهيو ۽ ان جي خدمت ۽ تحفظ پاڻهي پيو ٿئي. هتان جيڪو وڃي ٿو سو دين جي مڃيندڙن لاءِ تہ دين کي ڪيئن دين ڪري مڃجي.

توهان ديندارن لاءِ ٿا وڃو. دين لاءِ نہ ٿا وڃو. متان سمجهو تہ دين کي ترقي ٿا ڏياريون. توهان جيترا ماڻهو صحيح رستي تي هلائڻ جي ڪوشش ڪندئو. اوترا توهان ڪامياب آهيو. باري تعالىٰ توهان

کي عزت آبرو عطا فرمائيندو ۽ٻي جو محتاج نہ ڪندو مون ڪالهہ توهان لاءِ ويٺي غور ڪيو تہ تواهان کي هت تعليم ملي ٿي دين جي قانون کان واقف ڪيو وڃي ٿو سلسلي قادريءَ جي ذڪر جو توهان کي پابند ڪيو وڃي ٿو. پر ان هٿيار کي توهان ڪيئن استعمال ڪندئو؟ ۽ جيڪي ماڻهو دين کان پري آهن انهن لاءِ ڪهڙو هٿيار هلائيندئو؟ توهان جي تحفظ عزت ۽ آبرو لاءِ ہ ٿي وظيفا جيڪي ڪنهن ڪنهن وقت مان بہ پڙهندو آهيان.

مفتي محمد رحيم صاحب کي ڏسيان ٿو توهان صاحبن کي ملندا سي استعمال ڪندا. تلاوت ڪندا انهن وظيفن جي پنهنجي مدرسي ۽ ان جي برانچن ۾ جيڪي عالم پڙهائين ٿا ۽ تعليم پڙهن ٿا, سيني لاءِ منهنجي طرفان اجازت آهي. سيني کي اها اجازت ڏيان ٿو جيڪا نسبت جي لحاظ کان هوندي آهي. هي اجازت صرف جامعہ راشديہ ۽ ان جي برانچن جي مدرسن عالمن ۽ طالبن لاءِ آهي توهان پنهنجي طرفان سخاوت ڪري نااهلن کي اها اجازت نہ ڏيندا. جو نااهل کي هٿيار ڏيڻ. پاڻ کي تڪليف ۾ وجهڻو آهي, جو نااهل ماڻهوان کي غلط جاءِ تي استعمال ڪندو. جنهن جي ذميواري اوهان تي هوندي, لهذا نااهل کي هٿيار نہ ڏيو باري تعاليٰ اوهان کي فتحياب ڪندو. عزت آبرو سان ڪندو ۽ چڱن کان چڱو ڪندو.

## حضرت قبلا پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) جن جو جامعہ راشديہ مان فارغ ٿيندڙ عالمن ۽ حافظن کي خطاب1996_12_9ع بمطابق 28 رجب المرجب بروز سومر

السلام عليڪم:

حضرت پير سائين سردار جن هر هڪ عالم سان دست مبارڪ ملايو. ۽ دست مبارڪ ملائيندي سندن زبان مبارڪ تي نوازش جا الفاظ هئا. هر هڪ عالم ۽ حافظ کان خيريت ۽ خاص طرح سان ننڍڙن حافظن کان حال ورتو بعد ۾ سيني فارغ عالمن ۽ حافظن ڏانهن اشارو فرمائي استاد مفتي محمد رحيم صاحب کان پڇيو تہ هنن مان وڏيڪ خطرناڪ ڪهڙو آهي؟ مفتي صاحب ڪين آهستي جواب ۾ عرض رکيو تہ خطرناڪ ڪوبہ ڪونهي، مناسب درمياني درجن وارا آهن. وري پڇيائون، هي ڪيترو وقت پڙهيا آهن؟ استاد مفتي صاحب عرض رکيو تہ قبلا عالم تقريبن عربيءَ ۾ چڙا 7 سال ۽ حافظن کي ڪن کي ۾ ڪن کي ٽي سال بہ لڳي ويا آهن.

سندن سوال ٿيون: هتي جيڪي مولوي صاحب آيل هئا اهي انهن سيني سان مليا؟ انهن جا تاثرات ڪهڙا هئا؟ مفتي صاحب جن ڪين مختصر عرض رکيو تہ قبلا سائين سمورن جا تاثرات نہ فقط خوشگوار بلڪ گهڻو مؤثر هئا. پوءِ وري استادن ڏانهن رخ مبارڪ ڪري هن

طرح فرمايائون.

ها استادئو ڇا حال آهي ۽ مهانگائيءَ جي مار اڃا ڪونہ پئي آهي (ازراهہ شفقت) پر انهن منجهان اڃا ڪنهن دانهن ئي ڪونہ ڪئي آهي مان بهرحال مفتي صاحب کي چوندس تہ هن مهانگائيءَ جي روشني ۾ هتان جي اخراجات ۾ جيڪو اضافو آيو آهي مولوين جي رهڻ ۽ اٿڻ ويهڻ ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ فرق ڪيو ويندو. (هاڻي پاڻ سمورن فارغين عالمن ۽ حافظن ڏانهن مخاطب ٿيندي هن طرح نصيحت فرمايائون)

توهان هتان هاڻي واپس وڃي پنهنجي مائٽن سان ملو انهن کي پتو پوي تہ توهان سڌري سمجهدار ماڻهو ٿي آيا آهيو ۽ پوءِ ڏسو تہ هو توهان جي عزت ڪيتري ٿا ڪن. هر سمجهدار پڙهيل لکيل ماڻهوءَ جي عزت هوندي آهي هڪڙوان جو مرتبو هوندو آهي ۽ جيڪو ماڻهو پنهنجي پاڙي ۾ عزت نہ ڏسي تہ هو پنهنجي اندر ۾ ڏسي تہ ڇا جي ڪري جيڪا هن کي عزت ملڻ کپندي هئي اها نہ ملي هميشہ ان شيءِ جو جائزو وٺندا ڪريو ۽ روز سوچيندا ڪريو تہ توهان ڇا ڪيو ڇا ڪرڻ نہ کپندو هو ۽ گريز ڪريو ان ڪم کان جيڪو نہ ڪرڻ کپندو. باري تعاليٰ توهان جي ڪردار کي، عبادتن کي گهٽ، ڪردار کي وڌيڪ ۽ خاص عمل واري کي ذڪر ۽ وظائف واري کي مانُ ڏيندو آهي ۽ توهان بارگاهہ الاهيءَ مان عزت ۽ مانُ حاصل ڪريو ۽

پنهنجي علم جي بل بوتي (بنياد) تي پنهنجي معتبري کي وڌايو اميد ٿي ڪجي ته توهان صاحب هاڻي پنهنجي نيڪ ناميءَ ۾ جن برانچن مان نڪرو ٿا. انهن جي نيڪ ناميءَ تي توجه ڏيندا.

ڪڏهن به ڪنهن ماڻهوءَ کي ضرورت کان زياده نصيحت نه ڪجي. نصيحت هميشه مسڪرائي ۽ ٿورن لفظن ۾ آهستگيءَ سان ڪجي تنبيهه ڪرڻ جو ڪو ضرور ڪونهي توهان جو مرتبو تنبيهه ڪرڻ جو نه آهي. هلندي ماڻهو گفتگو ڪري ڳالهه پوري ڪجي.

اگر ڪو ماڻهو ان تي توجهه نه ڏئي ته ٻيو دفعو ان کي وري ياد ڏيارڻ جي ضرورت ئي ڪانهي ڇا ڪاڻ ته جيڪو ماڻهو مدد جي مستحق يا مدد جو ضرورت مند نه آهي اهو توهان کان ڪنهن به قسم جي مدد روحاني يا علمي ۽ اخلاقي وٺڻ لاءِ تيار ڪونه ٿيندو. ساڳئي وقت تي توهان پاڻ کي ان لاءِ ثابت ڪريو ته جيئن ٻيا ماڻهو انهن ڳالهين جي توهان کان مدد گهرن.

اميد ٿي ڪجي ته چڱن جي خانقاهه تان توهان پنهنجي ماڻٽن ڏي صحيح علم ڪٺي ويجو ٿا. باري تعاليٰ توهان کي معتبري ۽ مانُ عطا ڪندو ۽ جتان ويا آهيو ان مانَ کي قائم رکندئو.

الله آمين.

آخر ۾ مفتي صاحب جن کي حڪم فرمايائون ته هنن کي وظائف ڏيندا.

## وظيفو

هر روز عشاء جي نماز جي فرض ۽ وتر جي وچ ۾ الحمدشريف، درود شريف ۽ هڪ سئو هڪ (101) ڀيرو قل هو الله شريف (اول آخر صلواة سان) ان كان بعد ذالک فضل الله يوتيہ من يشاء الله والله ذوالفضل العظيم.

پوءِ ٻہ رڪعتون نفل پڙهي. هر رڪعت ۾ ٽي ڀيرا قل هو الله شريف پڙهي. انهي سموري عمل جو نياز حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي دربار ۾ پيش ڪري سلسلہ نقشبندي ۽ قادري جي مشائخن کي انهي جو ثواب پيش ڪري انهي جي طفيل هر جائز مقصد پورو ٿيڻ لاءِ دعا گهري

## حضرت قبلا پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) جن جو جامعہ راشديہ ۾ انجي برانچن مان فارغ ٿيندڙ 28 عالمن ۽ 83 حافظن کي خطاب

(بتاريخ 28 رجب 1423هہ مطابق 7 آڪٽوبر 2002ع ڏينهن آچر 11 لڳي بمقام درگاهہ شريف.

(اچڻ وقت) السلام عليڪم مفتي صاحب! (مفتي محمد رحيم صاحب جي ڪلهي تي هٿ مبارڪ رکيائون)

هي ڇوڪرا سڀ توهان جا آهن؟!..... قبلا سائين اوهان جي دعا.

هو مولوي صاحب توهان مان آهي؟ (مولوي قربان علي ڏانهن اشارو) قبلا سائين! جامعہ راشديہ جي برانچ مان آهي. توهان هن کي لائق بہ ڪيو آهي يا پاڻ جهڙو ڪيو آهي؟! (خوشطبعي) قبلا اوهان جي دعا ..... اچ ڪان پوءِ جيڪا اصلي مهر مون توهان ڏي موڪلي آهي، توهان منهنجي دستخط جي بجاءِ چونڪي واري مڪ ۾ (مولانا اسد الله) جي سامهون ان سان مهر لڳايو مان تہ صحيح نہ ٿو ڪري سگهان. سند جي سلسلي ۾ اهو مناسب ناهي تہ صرف هن سال توهان مهر هڻي ڇڏيو ۽ ايندڙ سال مان دستخط ڪرڻ شروع ڪيان. (انوقت استاد مفتي محمد رحيم صاحب، حضرت امام موسيٰ ڪاظم رحمتہ الله عليہ جي گادي نشين جا سلام ۽ دعائون عرض رڪيون. بعد ۾ پاڻ

حاضرين ڏانهن هن طرح مخاطب ٿيا. ڇا حال آهي بابا! توهان احتساب جو ٻڌو ٿيا. ۽ مدرسي ۾ پڙهڻ کان پوءِ توهان کي پتو پيو هوندو ته احتساب ڇا بلا آهي. ان جي ضرورت ڇو آهي؟ (ان لاءِ) ته ماڻهو ٺيڪ ٿي هلن, ڪو اهڙو ڪم نه ڪن جو قانون, اخلاق, برادري يا شريعت جي نظر ۾ هيٺ مٿي هجي.

اسان ماڻهو هن ملڪ ۾ شريعت تي ڪونه هلي رهيا آهيون. اسان ماڻهون قومن ۽ برادرين جي قانون تي هلي رهيا آهيون. پر اهي مشورو ڪندا آهن عالم سان ته انکي شرعي (صورت) طاقت ڏني وڃي. توهان هاڻ ٻاهر آزمائش لاءِ نڪرو ٿا, توهان جو احتساب ٿيندو, پاڻ کي شرمندو نه ڪجو ائين ماڻهو نه چون ته جتان پڙهي نڪتا انهن هنن کي تربيت نه ڏني اٿن انهن هنن کي واقف نه ڪيو آهي. ٻڌي ڇڏيو توهان اڄ کان احتساب جي لائق آهيو ۽ توهان کي سزا وڏيڪ ملندي, ان ڪري جو توهان واقف آهيو ته احتساب ڇا آهي ۽ ڇا جو احتساب ٿيندو آهي. مونکي خوشي آهي ته توهان مدرسي ۾ پڙهيا ۽ توهان مدرسي جو نالو روشن ڪندا. باري تعاليٰ توهان کي توفيق عطا فرمائيندو ۽ صحيح رستي تي هلائيندو. (دعا جا هٿ کڻندي) يا رب محمدا! پنهنجي حبيب جي صدقي ...... خدا توهان تي رحم فرمائيندو ۽ توهان جا عيب ڍڪيندو.

## حضرت قبلا پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) جن جو 28 رجب مطابق 26 سيپٽمبر 2003 بروز جمع جامعہ راشديہ ۾ ان جي برانچن مان فارغ ٿيندڙن عالمن ۽ حافظن کي خطاب

السلام عليڪم!

ڇا پڙهيا آهيو؟ توهان پڙهيا آهيو يا ڪڙهيا بہ آهيو؟ هاڻي توهان ڪڙهڻ لاءِ وڃو ٿا توهان هيترا سال توجهہ سان پڙهندا رهيا آهيو. محنت ڪئي اٿو جيتري محنت ۽ توجهہ توهان جي استادن توهان کي ڏنو آهي توهان کي نيڪ بنائڻ، بري ڀلي جي تميز جي لاءِ ۽ عوام ۾ ڪيئن اٿجي ويهجي اها تربيت ڏني آهي. الله وارا ماڻهن کي عزت ڏيندا هئا. ۽ الله جي ڪري ماڻهو بہ انهن کي عزت ڏيندا هئا. توهان ملڪ ۾ الله جو نالو ڪٽي ويندئو. الله جو رستو ڏيکاريندئو هميشہ ٻين کي عزت ڏجو انشاءَ الله تعاليٰ توهان کي عزت ٻيڻي ملندي توهان جو ڪم مسلمانن کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ جو ڪونهي. ڪو ڪنهن بہ عقيدي جو هجي هاڻي اهو وقت اچي ٿو جو سڀ هڪ عقيدي جا ٿيندا.
ڪنهن بہ عقيدي جي مخالفت ڪرڻي ناهي، ڪنهن بہ عقيدي جي پرچار ڪرڻي ناهي، پر پنهنجو عقيدو ۽ نسبت هميشہ توهان کي ڪم ڏيندي بشرطيڪ توهان عزت ڏيندئو عزت پائيندئو ۽ نيت کي هميشہ نيڪ رکندئو ۽ ذڪر سلسلي قادريءَ جو جاري رکندئو. نماز

فرض آهي اهو تہ توهان کي ہڏايو ويو آهي پر ذڪر بہ انسان لاءِ اوترو ئي ضروري آهي تہ الله جي رحمت ۽ نوازش بي حساب ٿئي.
توهان وجو ٿا توهان صدق دل سان تعليم ڏجو ۽ صحيح رستو ڏيکارجو پر ڪنهن سان ضد نہ ڪجو. ماڻهو کي نصيحت ڪرڻ لاءِ ضد نہ ڪيو آهي. توهان جو ڪم آهي ماڻهن کي ہڏائي ڇڏڻ. باقي سندس ڪم آهي ان تي عمل ڪري ٿو يا نہ ٿو ڪري. پر جڏهن ڪنهن کي بہ ہڏايو نصيحت ڪريو تہ هميشہ نرم لفظن ۽ عزت احترام سان ماڻهوءَ کي سمجهايو جڏهن توهان عزت سان ۽ نرميءَ سان سمجهائيندئو تہ پوءِ ڪو ماڻهو ڳالهہ ہڌڻ لاءِ ۽ سمجهڻ لاءِ بہ تيار ٿيندو. پر جيڪڏهن ضد ڪندئو جيئن اڪثر مولوي ڳاريون ڏيندا آهن تہ ماڻهو بہ توهان سان ضد ڪندا, توهان ڪنهن سان وڙهڻ نہ ٿا وڃو جنهن جي نصيب ۾ فيض آهي. اوهان ان کي رستو ڏيکارڻ ٿا وڃو. باري تعاليٰ توهان کي ڪامياب ڪري ۽ باري تعاليٰ توهان کي انهن جاين تي وٺي وڃي ۽ انهن ماڻهن سان ملائي جن کي توهان جي ضرورت آهي. عبادت ڪري ۽ ڪوشش ڪري پاڻ کي ضروري ماڻهو ثابت ڪيو تہ ماڻهو توهان جي ضرورت محسوس ڪن. انشاءَ الله توهان تي هنن استادن جيڪا محنت ڪئي آهي رائيگان نہ ويندي. هيترا سال توهان هتي رهيا آهيو. جيڪا تربيت ۽ جيڪا نسبت توهان سان واسطيدار ٿي آهي ۽ توهان جي سوچ تي اثر انداز ٿي آهي اها هميشہ توهان جي ياد ۾ اضافو ڪندي رهندي ۽ توهان جي

نسبت وڌندي رهندي ۽ توهان ماڻهن جي لاءِ موثر ۽ بهتر ثابت ٿيندئو جيڪو قانون جي پيچڪڙي ڪندو هجي ان کي نصيحت ڪيو ۽ پرهيز به (ان کان بچڻ) چو ته ممڪن آهي ته توهان جي چڱ مڙسي جي ڪري هو سڌري وڃي. خدا توهان کي توفيق عطا فرمائي ته توهان الله پاڪ جي بندن کي صحيح طريقي سان الله جو ڪلام پاڪ پڙهايو ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي تعريف بيان ڪريو خدا توهان کي توفيق عطا فرمائي دعا کان پوءِ مفتي محمد رحيم صاحب سان مخاطب ٿي فرمايو ته: ڀيو ڇا حال آهي مفتي صاحب! قبلا سائين بس توهان جي دعا آهي. دعا سان ماڻهو خوش نه ٿيندو آهي پر تون هنن ڪتابين سان رهي ڪيترو خوش آهين؟ ڀي ڪا خاص خبر ٻيو ڪو خاص احوال (قبلا سائين نياڻين جي تعليم لاءِ وڏيڪ ضرورت آهي اسان جي نياڻين کي تعليم ديني هجي ته بهتر: نياڻين جي لاءِ مان ته هميشه ماڻهن کي چوان ٿو. توهان به انهن جي تعليم لاءِ سهولت ۾ اضافو ڪيو ۽ عزت احترام سان انهن کي رکو. (قاري صاحب پنهنجي پٽ احمد رضا لاءِ دعا جو عرض ڪيو) پاڻ ٻيهر دعا فرمايائون. (حاضرين کان موڪلائيندي فرمايائون) توهان جي مهرباني بابا!

خدا حافظ

# شاهه مردان شاهه پبليڪيشن
## پاران ڇپايل ڪتاب

- رحمت ۽ برڪت جو پيغام
(اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن جا خطاب مبارڪ)
- برصغير جا عظيم روحاني رهبر
- آءُ ته سنڌ جي مٽيءَ جو روح آهيان (انٽرويو)
- اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن جا ناياب انٽرويوز
- سلسليوار رهبر ميگزين (3 شمارا)

**رابطي لاءِ:**

**فقير امام الدين ڪانهر**

0303-2461690

اوهان ڪنهن سان به ڀلائي ڪيو ته ان ۾ صلي جي اميد نه رکجو مگر ان جي بدلي جي اميد باري تعاليٰ ۾ رکجو ڇو ته اوهان جي نصيحت ڀلائي الله تعاليٰ ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي دين لاءِ آهي دين جي خدمت اگر اوهان خدا ڪارڻ ڪندئو ته اوهان کي ان جو بدلو باري تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ ڏيندو جذبات ۾ اچي اهڙو ڪو به ڪم نه ڪيو جنهن جي ڪري نا اهل ثابت ٿيو ۽ اها نا اهليت اسان ڏانهن منسوب ڪئي ويندي ۽ چيو ويندو ته نا اهلن کي تيار ڪري اسان ڏانهن موڪليو ويو آهي اسان جيڪا به اوهان جي خدمت ڪئي آهي ان جي بدلي جي اميد محض باري تعاليٰ ۾ رکون ٿا. اوهان اهڙا ڪم ڪڏهن به نه ڪجو جنهن جي ڪري هن خانقاه شريف، مدرسي ۽ استادن جي ڪهتائي ٿئي.